# سماجي اڀياس

سوال 1: دنيا ۾ ڪيترا کنڊ آهن؟
جواب : ست کنڊ آهن. 1. ايشيا 2. آفريقا 3. اتر آمريڪا 4. ڏکڻ آمريڪا 5. يورپ 6. آسٽريليا 7. انٽارڪٽيڪا.
سوال 2: پاڪستان ڪهڙي کنڊ ۾ آهي؟
جواب : ايشيا جي ڏاکڻي حصي ( ڏکڻ ايشيا ) ۾ آهي.
سوال 3: پاڪستان جا پاڙيسري ملڪ ڪهڙا آهن؟
جواب : پاڪستان جا پاڙيسري ملڪ ايران، افغانستان، چين ۽ هندستا آهن.
سوال 4: ايران پاڪستان جي ڪهڙي طرف آهي؟
جواب : اولهه طرف آهي.
سوال 5: افغانستان پاڪستان جي ڪهڙي طرف آهي؟
جواب : اتر_اولهه طرف آهي.
سوال 6: چين پاڪستان جي ڪهڙي طرف آهي؟
جواب : اتر_اوڀر طرف آهي.
سوال 7: هندستان پاڪستان جي ڪهڙي طرف آهي؟
جواب : اوڀر طرف آهي.
سوال 8: خطِ استوا ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : زيرو ڊگري ويڪرائي ڦاڪ کي خطِ استوا چئجي ٿو.
سوال 9: خطِ استوا جي اتر ۾ 23.5 ڊگري تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : سرطان گهيرو چئبو اهي.
سوال 10: خطِ استوا جي ڏکڻ ۾ 23.5 ڊگري تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : جدِي گهيرو چئبو آهي.
سوال 11: خطِ استوا جي اتر ۾ 66.5 ڊگري تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : آرڪٽڪ گول يا دائرو چئبو آهي.
سوال 12: خطِ استوا جي ڏکڻ ۾ 66.5 ڊگري تي بيٺل ويڪرائي ڦاڪ کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : انٽارڪٽڪ گول يا دائرو چئبو آهي.
سوال 13: اتر قطب ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : خطِ استوا جي اتر ۾ 90 ڊگري تي بيٺل قطب کي اتر قطب چئجي ٿو.
سوال 14: ڏکڻ قطب ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : خطِ استوا جي ڏکڻ ۾ 90 ڊگري تي بيٺل قطب کي ڏکڻ قطب چئجي ٿو.
سوال 15: پرائيم ميريڊين ڇا آهي؟
جواب : خطِ استوا جي زيرو "0" ڊگري ڊگهائي ڦاڪ جيڪا گرين لينڊ انگلينڊ وٽان لنگهي ٿي.
سوال 16: دنيا جا سڀ ملڪ ۽ علائقا پنهنجي وقت جي ڳڻتي ڪهڙي ليڪ ذريعي ڪندا آهن؟
جواب : پرائيم ميريڊين ذريعي ڪندا آهن.
سوال 17: بين الاقوامي تاريخ ليڪ (IDL) ڇا آهي؟
جواب : پرائيم ميريڊين جي ٻنهي طرف 180 ڊگري ڊگهائي ڦاڪ کي آءِ ڊي ايل(IDL) چئبو آهي.
سوال 18: آءِ ڊي ايل (IDL) جي اولهه طرف وڃڻ سان ڇا ٿيندو؟
جواب : هڪ ڏينهن وڌيڪ ملندو.
سوال 19: آءِ ڊي ايل (IDL) جي اوڀر طرف وڃڻ سان ڇا ٿيندو؟
جواب : هڪ ڏينهن وڃائڻو پوندو.
سوال 20: پرائيم ميريڊين ۽ آءِ ڊي ايل (IDL) هڪ دائرو ٺاهن ٿيون. اهو ترتيءَ کي ڪهڙن ٻن اڌ گولن ۾ ورهائي ٿو؟
جواب : اوڀر اڌ گول ۽ اولهه اڌ گول.
سوال 21: پرائيم ميريڊين ۽ آءِ ڊي ايل جي ٻن اڌ گولن مان پاڪستان ڪهڙي اڌ گول ۾ آهي؟
جواب : اوڀر اڌ گول ۾.
سوال 22: اقوامِ متحده (UNO) تنظيم ڪڏهن ٺهي۽ ان جو هيڊ ڪوارٽرڪٿي آهي؟
جواب : 24 آڪٽوبر 1945ع تي ٺهي ۽ ان جو هيڊ ڪوارٽر نيو يارڪ شهر ۾ آهي.
سوال 23: پاڪستان اقوامِ متحده (UNO) جو ميمبر ڪڏهن ٿيو؟
جواب : 30 سيپٽمبر 1947ع ۾ ٿيو.
سوال 24: وقت جي لحاظ سان دنيا کي ڪيترن ڀڱن ۾ ورهايو ويو آهي؟
جواب : 24 ڀڱن ۾.
سوال 25: نقشن جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : نقشن جا ٽي قسم آهن. 1. طبعي نقشو 2. سياسي يا ملڪي نقشو 3. رليف نقشو.
سوال 26: طبعي نقشا ڇا ڏيکاريندا آهن؟

جواب : هي جبل، ٽڪريون، درياهه ۽ سمنڊ ڏيکاريندا آهن..
سوال 27: سياسي يا ملڪي نقشا ڇا ڏيکاريندا آهن؟
جواب : هي ملڪن ۽ شهرن جون حدون ڏيکاريندا آهن.
سوال 28: رليف نقشا ڇا ڏيکاريندا آهن؟
جواب : هي زمين جي مٿاڇري کي جبلن جي اوچائي، ماٿرين، ميداني علائقن ۽ سمنڊن جي گهرائي وغيره کي هيٺ مٿي مختلف رنگن ۾ ڏيکاريندا آهن
سوال 29: پاڪستان جا مکيه طبعي پاڱا ڪهڙا آهن؟
جواب : پاڪستان جا مکيه طبعي پاڱا پنج آهن.
1. جابلو پاڱو 2. مٿانهان پٽ 3. سنڌوءَ جو ميداني پاڱو 4. ساموندي ڪناري وارو پاڱو 5. ريگستاني پاڱو.
سوال 30: پاڪستان جي اتر_اوڀر ۾ ڪهڙن جبلن جو قطارون آهن؟
جواب : هِماليه جبل جو قطارون آهن.
سوال 31: هِماليه جبل جي بلند ترين قطارن جي اوچائي ڪيتري آهي؟
جواب : 6500 ميٽر آهي.
سوال 32: هِماليه جبل تي مشهور هِل اسٽيشنون ڪهڙيون آهن؟
جواب : مري، نٿيا گلي، ۽ گهوڙا گلي.
سوال 33: پاڪستان جي اتر ۾ ڪهڙن جبلن جو قطارون آهن؟
جواب : قراقرم جبل جون قطارون آهن.
سوال 34: قراقرم جبل جي سڀ کا اوچي چوٽي ڪهڙي آهي؟
جواب : ڪي_ ٹُو (K.2).
سوال 35: ڪي_ ٹو (K.2) جبل جي اوچائي ڪيتري آهي؟
جواب : 8611 ميٽر آهي.
سوال 36: پاڪستان جي اتر _ اولهه ۾ ڪهڙن جبلن جو قطارون آهن؟
جواب : هندوڪش جبل جون قطارون آهن.
سوال 37: هندوڪش جبل جي مشهور چوٽي ڪهڙي آهي؟
جواب : تِرچ مِير.جيڪا چترال ۾ آهي.
سوال 38: خيبر لڪ ڪهڙي جبل ۾ آهي؟
جواب : ڪوهِ سفيد ( اڇو جبل ) ۾ آهي. هي پاڪستان ۽ افغانستان وچ ۾ سرحد جو ڪم ڏئي ٿو.
سوال 39: پاڪستان جا مشهور مٿانهان پَٽَ ڪهڙا آهن؟
جواب : پوٺوهار ۽ بلوچستان جو مٿانهون پَٽَ.
سوال 40: سنڌو درياهه جي ديگهه ڪيتري آهي؟
جواب : 2700 ڪلوميٽر آهي.
سوال 41: سنڌو درياهه ڪٿان نڪري ٿو؟
جواب : هماليه جي اوچن جبلن مان جيڪي تبت ۾ آهن.
سوال 42: پاڪستان جو ساموندي ڪناري وارو پاڱو ڪيترو آهي؟
جواب : 1046 ڪلو ميٽر.
سوال 43: پاڪستان جا مشهور ريگستان ڪهڙا آهن؟
جواب : 1. ٿر_چولستان 2. ٿل 3. چاغي_ خاران.
سوال 44: ٻن دريائن جي وچ واري ڌرتيءَ کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : دو آب چئبو آهي.
سوال 45: سنڌو درياهه ڪهڙي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو؟
جواب : عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو.
سوال 46: ڪهڙي جبل جون قطارون پاڪستان ۽ افغانستان جي سرحد جو ڪم ڏين ٿيون؟
جواب : هندوڪش جبل جون قطارون.
سوال 47: ڪابُل ۽ سوات نديون ڪهڙين جابلو قطارن مان وهن ٿيون؟
جواب : هندوڪش جي جابلو قطارن مان وهن ٿيون.
سوال 48: يورپ جي الپس (ALPS) جبل جون طبعي خاصيتون پاڪستان جي ڪهڙن جبلن جهڙيون آهن؟
جواب : هماليه جبل جهڙيون آهن.
سوال 49: اسپين ، برازيل ۽ ڪولمبيا جي ڪهڙي عام انساني خاصيت ساڳي آهي؟
جواب : ٻولي.
سوال 50: ماحول ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اسان جي چوڌاري جيڪي جاندار ۽ غير جاندار شيون آهن. انهن سڀني جي گڏ هجڻ (رهڻ) کي ماحول چئجي ٿو.
سوال 51: موسم ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : ماحولياتي حالتن جي تبديلي جهڙوڪ: گرمي_پد، گهم، هوائون ۽ مينهن پوڻ کي موسم چئجي ٿو.

سوال 52: آبهوا ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : ڪنهن هنڌ جي سراسري موسمي حالتن کي آبهوا چئجي ٿو.
سوال 53: ڌرتي جي جنهن ڀاڱي تي سج جا ڪرڻا سڌا پون ان کي ڇا چئجي ٿو؟
جواب : خطِ استوائي ڀاڱو.
سوال 54: سنڌ جو ڪهڙو شهر سامونڊي ڪناري تي آباد آهي؟
جواب : ڪراچي.
سوال 55: اي.ڊي (A.D) ڇا جو مخفف آهي ۽ ان جي معنى ڇا آهي؟
جواب : اينوڊوميني (Anno Domini) جو مخفف آهي ، جنهن جي معنى آهي "اسان جي آقا جي سال ۾".
سوال 56: بي.سي (B.C) ڇا جو مخفف آهي ۽ ان جي معنى ڇا آهي؟
جواب : بفور ڪرسٽ (Before Christ) جنهن جي معنى آهي "قبل مسيح".
سوال 57: راجا اشوڪ ڪڏهن ڄائو؟
جواب : 269 قبل مسيح ۾.
سوال 58: سر سيد احمد خان ڪڏهن ڄائو؟
جواب : 1817ع ۾
سوال 59: ليپ ييئر ۾ ڪيترا ڏينهن ٿيندا آهن؟
جواب : 366 ڏينهن. ڇو ته ان ۾ فيبروري مهينو 29 ڏينهن جو ٿيندو آهي.
سوال 60: ڏهن سالن، سو سالن ۽ هزار سالن جي عرصي کي ڇا ڇئبو آهي؟
جواب : ڏهن سالن جي عرصي کي ڏه سالي (Decade)
سو سالن جي عرصي کي صدي (Century)
هزار سالن جي عرصي کي هزاري (Millenium)
سوال 61: آزاديءَ واري جنگ ڪڏهن لڳي؟
جواب : 1857ع تي.
سوال 62: انڊين نيشنل ڪانگريس ڪڏهن ٺهي ۽ ڪنهن ٺاهي؟
جواب : 1885ع تي. مسٽر اي.او هيوم ٺاهي.
سوال 63: آل انڊيا مسلم ليگ ڪهڙي سن ۾ٺهي ۽ ڪنهن ٺاهي؟
جواب : 1906ع ۾ نواب سليم الله ٺاهي.
سوال 64: پاڪستان جو ٺهراءُ ڪڏهن پاس ٿيو؟
جواب : 23 مارچ 1940ع تي.
سوال 65: محمدن اينگلو اورينٽل ڪاليج جو بنياد ڪنهن وڌو؟
جواب : سر سيد احمد خان.
سوال 66: محمدن اينگلو اورينٽل ڪاليج کي يونيورسٽي جو درجو ڪڏهن مليو؟
جواب : 1920ع تي.
سوال 67: بنگال جو ورهاڱو ڪڏهن ٿيو؟
جواب : 1905ع تي.
سوال 68: بنگال جي انتظامي تقسيم ڪڏهن ختم ڪري وري ان کي ملايو ويو؟
جواب : 1933ع ۾.
سوال 69: قائد اعظم مسلم ليگ جو ميمبر ڪڏهن ٿيو؟
جواب : 1913ع ۾.
سوال 70: پهرين مهاڀاري لڙائي ڪڏهن لڳي ۽ ڪڏهن ختم ٿي؟
جواب : 1914ع ۾ لڳي ۽ 1919ع ۾ ختم ٿي.
سوال 71: ٻي مهاڀاري لڙائي ڪڏهن لڳي ۽ ڪڏهن ختم ٿي؟
جواب : 1939ع ۾ لڳي ۽ 1945ع ۾ ختم ٿي
سوال 72: مسلمانن ڇوٽڪاري جو ڏينهن ڪڏهن ملهايو؟
جواب : 22 ڊسمبر 1939ع تي.
سوال 73: لکنئو ٺاهه ڪڏهن ٿيو؟
جواب : 1916ع تي.
سوال 74: نهرو رپورٽ جي موٽ ۾ قائداعظم پنهنجا چوڏهن نقطا ڪڏهن پيش ڪيا؟
جواب : 1929ع ۾.
سوال 75: گول ميز ڪانفرنسون ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿيون؟
جواب : 1930ع کان 1933ع تائين لنڊن ۾ ٿيون.
سوال 76: پهريون پيرو ڌار مسلم رياست جو سڏ ڪنهن ڏنو؟
جواب : علامه اقبال 1930ع تي الهه آباد جلسي ۾.
سوال 77: اردو پاڪستان جي قومي ٻولي ڪڏهن بڻي؟

جواب : 1948ع ۾.
سوال 78: پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ پهرين جنگ ڪشمير جي مسئلي تان ڪڏهن لڳي؟
جواب : 1948ع ۾.
سوال 79: قائد اعظم محمد علي جناح ڪڏهن ڄائو ۽ ڪڏهن وفات ڪيائين؟
جواب : 25 ڊسمبر 1876ع تي ڄائو ۽ 11 سيپٽمبر 1948ع تي وفات ڪيائين.
سوال 80: آمريڪا جپان جي ٻن شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪي مٿان ائٽم بم ڪڏهن اڇلايا؟
جواب : 1945ع ۾.
سوال 81: پهريون ڪمپيوٽر ڪڏهن ايجاد ٿيو؟
جواب : 1949ع ۾.
سوال 82: پهرين رنگين ٽي.وي ڪڏهن ايجاد ٿي؟
جواب : 1951ع ۾.
سوال 83: پاڪستان جي پهرئين وزياعظم لياقت علي خان کي ڪڏهن قتل ڪيو ويو؟
جواب : 16 آڪٽوبر 1951ع تي.
سوال 84: پوليو جي وئڪسين ڪڏهن تيار ڪئي وئي؟
جواب : 1952ع ۾.ايڊورڊ ساڪ نالي هڪ آمريڪي سائنسدان.
سوال 85: ايوب خان ملڪ ۾ پهرين مارشل لا ڪڏهن لڳائي؟
جواب : 1958ع ۾.
سوال 86: روس خلا ۾ اسپيوٽنڪ سيارو ڪڏهن موڪليو؟
جواب : 4 آڪٽوبر 1957ع ۾.
سوال 87: پاڪستان ۽ انڊيا وچ ۾ سنڌو درياهه جي پاڻي جي ورڇ لاءِ انڊس واٽر ٽريٽي تي صحيحون ڪڏهن ڪيون ويون؟
جواب: 19 سيپٽمبر 1960ع ۾ نهرو ۽ ايوب خان صحيحون ڪيون.
سوال 88: ڪشمير جي مسئلي تان انڊيا ۽ پاڪستان وچ ۾ ٻي لڙائي ڪڏهن لڳي؟
جواب : 6 سيپٽمبر 1965ع تي.
سوال 89: برلن جي ديوار ڪهڙي سال ۾ ٺاهي وئي ۽ ڪهڙي سال ۾ ان کي ڊاٺو ويو؟
جواب : 1961ع ۾ ٺاهي وئي ۽ 1990ع ۾ ان کي ڊاٺو ويو.
سوال 90: پهرين خلاباز خاتون جو نالو ٻڌايو؟
جواب : ويلنٽينا ٽيريشڪوف1963ع ۾ خلا ۾ سفر ڪيو.
سوال 91: سڀ کان پهرين چنڊ تي قدم رکڻ وارو انسان ڪير آهي؟
جواب : نيل آرم اسٽرانگ 1969ع ۾.
سوال 92: پاڪستان ۾ پهريون عام چونڊون ڪڏهن ٿيون؟
جواب : 1970ع ۾.
سوال 93: اوڀر پاڪستان ( بنگلاديش ) جي نالي سان ڪڏهن وجود ۾ آيو؟
جواب ٘ 16 ڊسمبر 1971ع تي.
سوال 94: برطانيه جي پهرين عورت وزير اعظم ڪير ٿي هئي؟
جواب : مارگريٽ ٿيچر 1979ع ۾
سوال 95: ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو چوٿون صدر ڪڏهن ٿيو؟
جواب : 1971ع ۾.
سوال 96: پاڪستان جو هاڻوڪو آئين ڪڏهن رائج ٿيو؟
جواب : 14 آگسٽ 1973ع تي.
سوال 97: ضياءُ الحق هوائي جهاز جي حادثي ۾ ڪڏهن مارجي ويو؟
جواب : 1988ع ۾.
سوال 98: اسلامي دنيا جي پهرين عورت وزير اعظم ڪير ٿي؟
جواب : بينظير ڀٽو.
سوال 99: پاڪستان ڪرڪيٽ ورلڊ ڪپ ڪڏهن ۽ ڪنهن جي ڪپتاني ۾ کٽيو؟
جواب : 1992ع ۾ عمران خان جي ڪپتانيءَ ۾ کٽيو.
سوال 100: نيلسن منڊيلا 27 سال جيل ۾ قيد رهڻ کانپوءِ ڏکڻ آفريڪا جو پهريون صدر ڪڏهن ٿيو؟
جواب : 1994ع ۾.
سوال 101: ملالا يوسفزئي کي امن جو نوبل انعام ڪڏهن مليو؟
جواب : 2014ع ۾.
سوال 102: آباديءَ جي لحاظ کان دنيا جو وڏي مان وڏو ملڪ ڪهڙو آهي؟
جواب : چين.
سوال 103: چين ۾ ڪهڙي ٻولي ڳالهائي ويندي آهي؟
جواب : مينڊارِن.

سوال 104: چين ۾ ڪهڙا ڪهڙا جشن ملهايا ويندا آهن؟
جواب : بهار جو جشن، لالٽين جو جشن ۽ لابا جو جشن.
سوال 105: ڏکڻ ايشيا جو ٻيٽائون ملڪ ڪهڙو آهي؟
جواب : سريلنڪا.
سوال 106: سريلنڪا جا ٻه وڏا ثقافتي گروهه ڪهڙا آهن؟
جواب : سنهالي ۽ تامل.
سوال 107: سريلنڪا جو مک ڏڻ يا تهوار ڪهڙو آهي؟
جواب : ويساڪ جو ڏينهن.
سوال 108: يونائيٽيڊ ڪنگڊم يا يو.ڪي ڪهڙي ملڪ کي سڏيو ويندو آهي؟
جواب : برطانيه کي.
سوال 109: برطانيه جا مشهور ڏڻ ۽ تهوار ڪهڙا آهن؟
جواب : ڪرسمس، ايسٽر جو ڏينهن، ايڊنبرگ جو جشن ۽ سينٽ اينڊريُو جو پريڊ.
سوال 110: برطانيه ۾ ڪهڙيون ٻوليون ڳالهايون وينديون آهي؟
جواب : انگريزي، اِسڪاٽِش، ويلِش ۽ آئِرِش ٻوليون.
سوال 111: پاڪستان ۾ ڪهڙي قسم جو سماج آهي؟
جواب : گهڻ ثقافتي سماج.
سوال 112: دنيا ۾ عام ماڻهن جي گهڻائي ڪهڙي ٻولي ڳالهائي ٿي؟
جواب : انگريزي.
سوال 113: عيسائي مذهب جي ماڻهن جا مذهبي ڏڻ ڪهڙا آهن؟
جواب : ڪرسمِس ۽ اِيسٽر.
سوال 114: هندو مذهب جي ماڻهن جا مذهبي ڏِڻ ڪهڙا آهن؟
جواب : هولي ۽ ڏِياري.
سوال 115: مسلمانن جا مذهبي ڏڻ ڪهڙا آهن؟
جواب : عيدالفطر ۽ عيدالاضحیٰ.
سوال 116: هر سال سنڌ ۾ ثقافت ۽ ايڪتا جو ڏِهاڙو ڪهڙي مهيني ۾ ملهايو ويندو آهي؟
جواب : ڊسمبر مهيني ۾.
سوال 117: شاهه عبداللطيف جو ميلو ڪڏهن ۽ ڪٿي ملهايو ويندو آهي؟
جواب : 14 صفر تي ڀٽ شاهه ۾.
سوال 118: قلندر لال شهباز جو ميلو ڪڏهن ۽ ڪٿي ملهايو ويندو آهي؟
جواب : 18 شعبان تي سيوهڻ ۾.
سوال 119: پاڪستان جي مرڪزي بئنڪ ڪهڙي آهي جيڪا اقتصادي سرشتي کي سنڀالي ٿي؟
جواب : اسٽيٽ بئنڪ.
سوال 120: اسٽيٽ بئنڪ ڪڏهن قائم ٿي ۽ ان جو افتتاح ڪنهن ڪيو؟
جواب : 1 جنوري 1948ع تي قائم ٿي ۽ ان جو افتتاح ان وقت جي گورنر جنرل قائداعظم ڪيو هو.
سوال 121: پالتو جانورن ۽ شين جي مٽا سٽا واري سرشتي کي ڇا چيو ويندو آهي؟
جواب : بارٽر سسٽم يعني " شين جي بدلي شيون ".
سوال 122: 6000 ق.م کان 9000 ق.م تائين مٽا سٽا جو ايڪو ڪهڙيون شيون هيون؟
جواب : پالتو جانور.
سوال 123: ڪاغذي نوٽ جاري ڪرڻ وارو دنيا جو پهريون ملڪ ڪهڙو هو؟
جواب : چين.
سوال 124: پاڪستان، متحده عرب عمارتن، آمريڪا ۽ برطانيه ۾ ڪهڙا سڪا هلن ٿا؟
جواب : پاڪستان ۾ رُپيو، متحده عرب عمارتن ۾ دِرهم، آمريڪا ۾ ڊالر ۽ برطانيه ۾ پائونڊ.
سوال 125: ريڊيو ڪنهن ايجاد ڪيو؟
جواب : مارڪوني. 1895ع ۾.
سوال 126: پاڪستان جي پهرين ٽي. وي اسٽيشن ڪڏهن ۽ ڪٿي قائم ٿي؟
جواب : 1964ع لاهور ۾
سوال 127: اسان جي ملڪ ۾ قانون ٺاهيندڙ ادارو ڪهڙو آهي؟
جواب : پارليامينٽ.
سوال 128: پارليامينٽ جا ڪيترا ايوان آهن؟
جواب : ٻه ، 1. مٿيون ايوان يعني سينيٽ 2. هيٺيون ايوان يعني قومي اسيمبلي.
سوال 129: پاڪستان ۾ سينيٽ ۽ قومي اسيمبليءَ جا ڪيترا ميمبر آهن؟
جواب : سينيٽ ۾ 104 ميمبر ۽ قومي اسيمبليءَ ۾ 342 ميمبر آهن.
سوال 130: پاڪستان ۾ اعلیٰ عدالت ڪهڙي آهي؟

جواب : سپريم ڪورٽ.
سوال 131: پاڪستان ۾ ڪيتريون هاءِ ڪورٽون آهن؟
جواب : پنج . ڪراچي ، لاهور، ڪوئيٽه ،پشاور ۽ اسلام آباد ۾.
سوال 132: مارڪوپولو ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟
جواب : 1254ع ۾ اٽلي جي شهر وينس ۾ ڄائو.
سوال 133: ابنِ بطُوطه ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟
جواب : 1304ع ۾ مراڪش جي شهر تنجير ۾ ڄائو.
سوال 134: آمريڪا کي ڪنهن ڳولي لڌو؟
جواب : ڪرسٽوفر ڪولمبَس.
سوال 135: ڪرسٽوفر ڪولمبَس ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟
جواب : 1451ع ۾ جينيوا اٽلي ۾ ڄائو.
سوال 136: ڪرسٽوفر ڪولمبس ڪهڙا ٽي جهاز ساڻ ڪري سفر تي نڪتو هو؟
جواب : نِينا ( NINA ) ، پِنٽا ( PINTA ) ۽ سينٽا ماريا ( SANTA MARIA ).
سوال 137: يورپ کان هندستان پهچڻ جو سامونڊي رستو ڪنهن ڳولي لڌو؟
جواب : واسڪو ڊي گاما.
سوال 138: واسڪوڊي گاما ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟
جواب : 1460ع ۾ پورچوگال جي شهر سِين ۾.
سوال : واسڪوڊي گاما ڪڏهن ۽ ڪٿي وفات ڪئي؟
جواب : 23 ڊسمبر 1524ع ڪوچِي هندستان ۾.
سوال 140: سڀ کان پهرين دنيا جي بلند ترين چوٽي مائونٽ ايوريسٽ تي ڪير پهتو؟
جواب : سَر ايڊ منڊ هلاري.
سوال 141: سڀ کان پهرين چنڊ تي ڪنهن قدم رکيو؟
جواب : نِيل آرم اسٽرانگ 21 جولاءِ 1969ع تي.
سوال 142: نِيل آرم اسٽرانگ سان گڏ ٻيو ڪير چنڊ تي گڏ پهتو؟
جواب : ايڊوِن ايلڊرن.
سوال 143: نيل آرم اسٽرانگ ۽ ايڊون ايلڊرن ڪيترو وقت چنڊ تي رهيا؟
جواب : 21 ڪلاڪ.
سوال 144: پهرين پاڪستاني عورت جيڪا مائونٽ ايوريسٽ تي پهتي ان جو نالو ڇا هو؟
جواب : ثمينه ڪيال بيگ.

(پورو ٿيو)